# فـــهــرســــــت

# علم فرائض جي تعريف

لغت : علم وراثت کي شريعت جي اصطلاح ۾ ”علم فرائض “ چيو ويندو آهي فرائض فريضة جي معني آهي اهل لغت جي نزديڪ فرض جو اطلاق ڪئي معنائن تي ٿيندو آهي ڪنهن شيءَ جي متعين ڪرڻ کي بہ فرض چئبو آهي ( **فرض القاضي النفقة**) قاضي نفقو متعين ڪري ڇڏيو الله تعالي جو **قول فَنِصْفُ مَا فَرَضْتُمْ** بہ ان معني ۾ استعمال ٿيو آهي فرض جي معني لغت ۾ بيان ۽ مقرر جي آهي **نَصِيْبًامَّفْرُوْضًا** فرض ۽ وجوب جي معني ۾ اهل لغت وٽ استعمال ۾ آهي **قَدْ فَرَضَ اللهُ لَكُمْ تَحِلَّةَ اَيْمَانَكُمْ** .

اصطلاح : شريعت اسلامي جي اصطلاح ۾ علم فرائض ان علم کي چئبو آهي جنهن جي اندر قرآن،حديث ۽ اجماع امت جي روشني ۾ ميت جي ميراث ان جي وارثن ۾ تقسيم ڪئي ويندي آهي.

# علم وراثت کي علم فرائض چوڻ

ان لاءِ چيو ويندي آهي تہ ميراث ۾ جيڪي بہ حصا آهن اهي سڀ قطعي دليلن سان ثابت آهن ۽ خود قرآن مجيد ۾ الله تعالي وراثت جا حصہ بيان ڪرڻ کان پوءِ الله تعالي **”فَرِيْضَةً مِّنَ اللهِ“** چيو آهي . ان جي ڪري فقهاء علم وراثت جو نالو علم فرائض رکي ڇڏيو آهي .

سراجي جي محشي حضرت مولانا سيد اصفر حسين ديوبندي علم فرائض جي اصطلاحي تعريف هن طرح ڪئي آهي ”هو في اصطلاح علم باصول من فقہ و حساب يعرف بہ حق الورثہ من الترڪہ“ (حاشيہ سراجي)

ترجمو ؛علم فرائض اصطلاح فقهاء ۾ فقہ و حساب جي انهن اصولن ۽ قاعدن کي ڄاڻڻ جو نالوآهي جنهن جي ذريعي اهو معلوم ڪري سگهجي ٿو تہ ترڪي مان وارثن جو حق ڇا ٿيندو؟

# علم ميراث جي تعريف

ميراث وَرِث يَرِثُ جو مصدر آهي ميراث عربي لغت ۾ هڪ شخص جي ڪنهن شيءَ جو ( چاهي اهو مال هجي يا علم يا بزرگي وغيره) ٻئي جي طرف منتقل ٿيڻ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جو ارشاد آهي .

**اَلْعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِياء وَاِنَّ الْاِنْبِياءَ لَمْ يُوَرِّثُوْ دِرْهَمًا وَلاَ دِيْنَار وَاِنَّمَا وَرَّثُوا الْعِلْمَ فَمَنَ اَخَذَہ اَخَذَ بِحَظٍّ وَافِرٍ۔**

علماء انبياء جا وارث آهن ۽ انبياء عليهم السلام ڪنهن کي درهم ۽ دينار جو وارث نہ ناهينداآهن پر علم جا وارث ناهيندا آهن جيڪو شخص علم حاصل ڪندو آهي اهو هڪ وڏي دولت حاصل ڪندو آهي .

**اصطلاح**: هي ڪجهہ قاعدن ۽ اصولن جو نالو آهي جنهن جي ڄاڻڻ سان ميت جي شرعي ورثاء ۽ انهن ۾ شرعي اصولن سان ترڪي جي تقسيم جو طريقو معلوم ٿيندو آهي .

# علم ميراث کي علم فرائض چوڻ جي وجھ

فرائض جمع آهي فريضہ جي جيڪو فرض مان ورتل آهي جنهن جي معني تقدير ۽ تعيين جي آهي جيئين تہ ان علم ۾ وارثن جا حصا بيان ڪيا ويندا آهن (مثلا نصف ثلث ثمن ربع وغيره)انهن جو تعين خود شريعت ڪيو آهي ان لاءِ ان علم کي علم فرائض چئبو آهي .
(آسان ميراث مولانا محمد عثمان نوي والا)

# علم وراثت جو مقصد

ان علم جي سکڻ جو مقصد هي آهي تہ ان جي ذريعي حقوق وارن کي انهن جا حق ملن ۽ وارثن جي حصن ۽ حقن جي معرفت تي انسان قادر ٿئي .

# علم فرائض جو حڪم

ان جو حڪم هي آهي تہ ان علم جو سکڻ فرض ڪفايہ آهي جيڪڏهن ڪجھ ماڻهون ان علم جا اصول،قانون ۽ وارثن جي حصن کان واقف ٿي وڃن تہ ڪافي آهي هر هر ماڻهوءَ تي ان جو سکڻ فرض نہ آهي پر جيڪڏهن ڪنهن جڳھ تي ڪو بہ ان علم کان واقف نہ آهي تہ وبال سڀني تي ٿيندو .

# علم ميراث جي فضيلت و اهميت

ان علم جا اڪثر مسئلا قرآن مان صراحت سان ثابت آهن ( اولاد ، والدين ، زال ، مڙس ، ڀائر ۽ ڀينر ) انهن جا حصا قرآن مان ثابت آهن ڪجھ مسئلا حديث مان ثابت آهن جيئين عصبہ( علم فرائض جي اصطلاح ۾ انهن وارثن کي چئبو آهي جيڪي اصحاب فروض کان پوءِ بچيل مال جا حقدار ٿين يا ذوي الفروض جي غيرموجودگيءَ ۾ پوري مال جا حقدار ٿين) ورثا جا حصا ۽ ڪجھ مسئلاحديث مان ثابت آهن ۽ ان جا ڪجھ مسئلا اجماع صحابہ مان ثابت آهن جيئن ناني ۽ ڏاڏي جو حصو نہ قرآن ۾ اهي نہ حديث ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.
قرآن ۽ حديث ۾ علم فرائض جي غير معمولي اهميت ۽ فضيلت وارد ٿيل آهي علم فرائض نهايت قابل قدر ۽ عظمت وارو علم آهي. الله تبارڪ وتعالي پنهنجي مقدس ڪتاب قرآن ۾ خاص طور تي وضاحت ۽ تفصيل سان ان جي تعليم فرمائي آهي ۽ وراثت جا احڪام بيان فرمائڻ کان پوءِ الله تعالي ارشاد فرمايوتہ ان طرح وراثت کي تقسيم ڪرڻ جون حڪمتون ۽ مصلحتون الله تعالي ئي ڄاڻي ٿو توهان پوري طرح نہ ٿا سمجهي سگهو ۽ فرمايو تو جيڪي ماڻهون اسان جي ان حڪم وراثت تي عمل ڪندا اسان انهن کي جنت ۾ جڳھ ڏيندا سون . ۽ جيڪي ماڻهون نافرماني ڪندا اهي دوزخ ۽ عذاب خداوندي جا مستحق ٿيندا . (سوره النساء آيت 13_14) بس هي علم ۽ ان علم مطابق عمل ڪرڻ جيئين ارشاد باري تعالي مطابق باعث هدايت ۽ جنت ۾ داخل ٿيڻ جو سبب آهي ۽ ان کان ناواقف رهڻ ۾ ضلالت ۽ گمراهي جو انديشوآهي ۽ ان جي خلاف عمل ڪرڻ جو نتيجو دوزخ آهي تہ ان کي سکڻ،سکارڻ۽عمل ڪرڻ ۾ ڪيتري فضيلت هوندي.

صحابيءِ رسول حضرت عبد الله بن مسعود رضي الله عنہ روايت ڪن ٿا تہ پاڻ رسول صلي الله عليہ وسلم هڪ فصيح ۽ بليغ رقت آميز موٴثر وعظ ۾ ارشاد فرمايو تہ اي ماڻهون آئون توهان ۾ هميشہ نہ رهندس فرائض کي سکي وٺو ۽ ماڻهن کي سکاريندا رهو ۽ اهو وقت ويجهو آهي تہ رسالت ۽ وحي جو دروازو بند ٿي ويندو ۽ علم جي ختم ٿيڻ جو اهو زمانو ايندو جو ٻہ ماڻهون وراثت جي ڪنهن مسئلي ۾ وڙهندا ۽ ڪو فيصلو ڪرڻ وارو نہ هوندو ان روايت جا الفاظ هي آهن .

**عن ابن مسعود رضه قال قال رسول الله صلي الله عليه وسلم تعلموالقرآن و علموه الناس و تعلمو الفرائض و علموها الناس و تعلمو العلم و علموه الناس فاني امراء مقبوض وان العلم سيقبضي وتظهر الفتن حتي يختلف الاثنان في الفريضة لا يجدان من يفصل بينهما (دار قطني ، ترمذي)**

حضرت ابن مسعود رضہ نقل ڪن ٿا تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم مون کي فرمايو تہ قرآن سکو ۽ ماڻهن کي سکاريو ۽ فرائض سکوءِ ماڻهن کي ان جي تعليم ڏيو ۽ علم دين سکو ۽ ماڻهن کي ان جي تعليم ڏيو ان لاءِ تہ مان هڪ ڏينهن توهان منجهان هليو ويندس ۽ علم ختم ٿي ويندو فتنا ظاهر ٿيندا ايستائين جو ٻہ ماڻهون مسئلہ وراثت ۾ وڙهندا پر انهن ۾ فيصلو ڪرڻ وارو ڪو ٽيون شخص نہ هوندو .

**حضرت ابي هريره رضي الله عنه ان النبي صلي الله عليه وسلم قال تعلموالفرائض و علموه الناس فانه نصف العلم وهو اول شئ ينسي وهو اول شئ ينتزع من امتي (دار قطني ، ابن ماجه)**

حضرت ابو هريره رضہ فرمائن ٿا تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو فرائض جو علم سکوءِ اهو ماڻهن کو سکاريو ان لاءِ تہ اهو اڌ علم آهي ۽ سڀ کان پهرين منهنجي امت مان جيڪوعلم کنيون ويندو اهو علم فرائض ئي آهي .

## علم ميراث کي اڌ علم چوڻ جا سبب

ان حديث ۾ حضور صلي الله عليہ وسلم علم ميراث کي اڌ علم ڪجهہ وجوهات جي ڪري فرمايو آهي

1. ماڻهن جون ٻہ حالتون هونديون آهن هڪ زندگي ٻي مرڻ کان پوءِ فرائض کان علاوه جيڪي بہ علم آهن اهي زندگي اچڻ واري حالات ۽ مسئلن لاءِ هوندا آهن ۽ فرائض ۾ مرڻ کان پوءِ جي حالت جو ان لحا ظ سان علم فرائض اڌ علم آهي .
2. ڪنهن شئ جي ملڪيت ۾ اچڻ جا ٻہ ٽي سبب ٿي سگهن ٿا هڪ اختياري ارادي جيئين خريد و فروخت هبو وغيره

ٻيو غير اختياري جئين ميراث جنهن ڏيڻ ۽ وٺڻ واري ڪنهن جو اختيار نہ هوندو آهي دولت هڪ جي ملڪيت مان نڪري ٻي جي ملڪيت ۾ هلي ويندي آهي . تہ ان لاءِ علم فرائض اڌ علم آهي چو تہ ان ۾ غير اختياري طور تي ماڻهون ملڪيت جو مالڪ ٿيندو آهي ۽ ٻيا باقي علم نصف علم آهن چو تہ انهن ۾ اختياري سبب جو بحث ٿيندو آهي .

اسان جي دور ۾ حضور صلي الله عليہ وسلم جي ارشاد جي مڪمل تصديق ٿي رهي آهي جيڪي ماڻهون وڏا وزير ۽ زبر دست عالم آهن اهي بہ ان برڪت واري علم کان ناواقف آهي عام ماڻهون تہ پري جي ڳالھ آهي ڪافي صالح دين دار ماڻهون صوم وصلاة جا پابند ۽ ضروري مسائل کي ڄاڻڻ واراغير ضروري قصن کان تہ واقف هوندا آهن پر ميراث جي هڪ مسئلي کان اڻ واقف هوندا آهن ۽ نہ وري سکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن . جناب نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي انهن ارشاد جو اثر هر زماني جي علماءِ ۽ ڪاملن تي ٿيو آهي انهن بزرگن ان علم کي پاڻ بہ سکيو ۽ ٻين کي سکاريو ۽ سکڻ جي طرف رغبت ڏياري آهي .

حضرت ابو موسي اشعري رضي الله عنہ فرمائن ٿا جيڪو ماڻهون قرآن سکي ۽ ميراث نہ سکي اهو ائين آهي بي منهنهي جو مٿو يعني فرائض جي بغير علم بي رونق بلڪي بيڪار آهي .

انهن حديثن ۽ قولن جو تقاضو هي آهي تہ امتِ مسلمہ ۽ علماءِ اسلام خاصي طور توجہ ڏين فرائض جو علم رکڻ وارن کان تعليم حصل ڪن پوءِ ماڻهن کي ان جي تعليم ڏين ۽ ماڻهن کي ان علم جي طرف رغبت ڏيارن ۽ ان جي مسئلن ۽ اصولن قاعدن جي تعليم حاصل ڪري امت کي ميراث جي مسئلي جي تعليم ڏين .

## جاهليت جي زمانيءَ ترڪي جي تقسيم جو طريقو

نبي صلي الله عليہ وسلم جن جي آمد کان پهرين حد درجي جو ظلم ڪفر شرڪ ۽ جاهليت جو خطرناڪ جيڪو دور گذريو آهي ان کي جاهليت جو دور چيو ويندو آهي پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي آمد کان پهرين جيڪي طرح طرح جا ظلم رسمون جاهلانہ خيال ۽ عقيدا (ڇوڪرِن کي زنده دفنائڻ ، غلامن ۽ نوڪرن سان سختي ، تشدد انهن کي جانورن وانگر حقير،ذليل ۽ جڻ تہ بي جان سمجهڻ . يتيمن ۽ لاوارثن جو مال هڙپ ڪرڻ طرح طرح جي معبودن جي پوڄا ڪرڻ ، شراب نوشي وغيره وغيره رائج هئا اتي هڪ ظالمانہ اِهو طريقو بہ رائج هئو . مرڻ واري جو مال ان کي ملندو هو جيڪو پورو جوان ۽ جنگ جي ميدان ۾ دشمنن جو مقابلوڪرڻ جي صلاحيت ۽ مال غنيمت حاصل ڪرڻ جي لائق هوندا هئا .

عورتن ،ضعيفن ۽ ٻارڙن کي ڪجھ بہ نہ ڏنو ويندو هو مفلس محتاج بي ڪس،بيوه معصوم يتيم واجب الرحم يتيم ٻار روئيندا رڙندا رهجي ويندا هئا ۽ جوان طاقتور مالدار چاچا ، يائر اچي انهن جي اکن آڏو سڄي مال دولت تي قبضو ڪري وٺندا هئا انهن مظلوم جي آه و پڪار ٻڌڻ ۽ ظالمن کان نجات ڏيارڻ وارو ڪو بہ نہ هيو. آخر انهن مظلومن جو آهون ۽ دانهون آسمان چيري خدا تعالي جي عرش تي پهتيون ۽ دنيا وارن جي ظالمانہ حرڪتن کي ڏسي غيرت خداوندي کي جوش آيو رحمةالعالمين جو نزول ٿيو اسلام جو نور پوري دنياءِ پکڙجي ويو ۽ دنيا مان آهستہ آهستہ اهڙن ظلمتن جو خاتمو ٿي ويو .

## محقق اسلام علامہ ابو بکر الجصاص(المتوفي370ھ)

زمانہ جاهليت ۾ وراثت جي تقسيم جو طريقو ذڪر ڪندي لکن ٿا ... اهل جاهليت ٻن سببن جي ڪري وراثت جا حقدار ٿيندا هئا .

1. نسب 2. سبب بهر حال نسب جي ذريعي جيڪي حقدار ٿيندا هئا انهن ۾ ٻار نہ عورتون وارث ٿينديون هيون پر صرف اهي جيڪي جنگ ۾ گهوڙي تي چڙهي جنگ ڪري سگهن ۽ مال غنيمت حاصل ڪري سگهن حضرت ابن عباس رضہ ۽ سعيد بن جبير کان بہ اهو ئي مروي آهي. بذريعہ سبب ٻن شين جي ڪري وارث ٿيندا هئا . هڪڙو معاهدو ٻيو متبني (غير جي اولاد کي پنهنجي اولاد ناهڻ) جي ڪري پوءِ جڏهن اسلام آيو تہ شروع ۾ ساڳي حالت تي ماڻهن کي ڇڏيو آهستہ آهستہ طريقہ جاهليت کي منسوخ ڪري ڇڏيو .

يعني جاهليت ۾ مردن کي ٽن وجهن جي ڪري وراثت ملندي هئي .

1. **نسب** ان جي ڪري صرف طاقتور مردن کي ميراث ملندي هئي جيڪي جنگ جي ميدان ۾ وڙهي سگهن .
2. **اقرار ۽ معاهدو** يعني بہ ماڻهون پاڻ ۾ اهو معاهدو ڪري ڇڏيندا هئا تہ اسان مان هر هڪ ٻئي جي رنج و غم ، خوشي ، مرڻ ۽ جيئڻ ۾ گڏ رهندو . يعني هڪ تي ڪا ڇٽي پئي تہ ٻيو ڀريندو جيڪو زندھ رهندو اهو مرڻ واري جي ميراث کڻندو هو.
3. **متبني ناهڻ** . جيڪو شخص ٻئي جي اولاد کي پنهنجو پٽ ڇئي پو اهو حقيقي پٽ وانگر هوندو هو پنهنجي وات ڇيل پٽ جي گهرواريءَ سان نڪاح حرام سمجهو ويندو هو انهن مان هر هڪ ٻئي جو وارث رهندو هو .

صاحب تفسير فتح القدير حضرت ابن عباس جي حوالي سان لکن ٿا. عن ابن عباس رضہ قال كان اهل الجاهليہ لا يرثون البنات ولا لصغار حتي يدركو

.(تفسير فتح القدير سور ه النساء جلد 1 ص 541)

حضرت ابن عباس رضہ فرمائن ٿا تہ جاهليت جي زماني ۾ ماڻهون عورتن ۽ نا بالغن کي ميراث نہ ڏيندا هئا .

حضرت سعد بن ربيع رضہ جي گهرواري جو درد ناڪ قصو .

حضرت سعد بن ربيع رضہ قبيلہ خزرج جو جليل القدر صحابي هئو. شوال 3هجري ۾ جنگ احد ۾ 12 زخم کائي شهادت ماڻي شهادت کان پوءِ عرب جي قديم رواج مطابق سندس ڀاءُ ان جي ملڪيت تي قبضو ڪري ورتو ۽ مرحوم جي بيوه ۽ بہ ڌيئر محروم رهجي ويون . مسمانن جي اميدن جو آسرو ۽ اميدن جو مرڪز حضور صلي الله عليہ وسلم کان سواءِ ڪير هئو. ان جي بيوه ٻن ڌيئرن کي وٺي حضور صلي الله عليہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿي ۽ غرض ڪيائين اي حبيب خدا منهنجي مڙس جنگ احد ۾توهان جي قدمن ۾ پنهنجي جان نشاور ڪري ڇڏي آهي جيڪو ڪجهہ ان جو مال هئو هنن ڇوڪرين جي چاچي ان تي قبضو ڪري ورتو آهي ۽ هنن جي گذر سفر لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڇڏيو اٿس ۽ اجان هنن جي نڪاح جو فڪر آهي جيستائين ڪجهہ مال نہ هوندو تہ عزت سان نڪاح بہ نہ ٿو ٿي سگهي آخر ان جو ڇا علاج ڪجي؟

تہ نبي صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو الله تعالي ان باري ۾ ڪو فيصلو فرمائيندو تہ پوءِ آيت ميراث نازل ٿي حضور صلي الله عليہ وسلم انهن ٻنهي جي چاچي ڏي پيغام موڪليو فرمايو سعد جي ٻنهي ڌين کي 2 ثلث ڏي ۽ اٺو حصو انهن جي ماءُ کي ڏي باقي حصو تنهنجو آهي .

## مرڻ واري جي ملڪيت جيڪو ڪجهہ هجي ان ۾سڀن وارثن جو حق آهي

**مماَ قل او ڪثر** : هن آيت ۾ هڪ ٻئي جاهلانہ رسم جي اصلاح ڪئي وئي آهي اها هي تہ ڪجهہ قومون مال جي ڪجهہ قسمن کي خاص وارثن لاءِ مخصوص ڪري ڇڏينديون هيون مثال گهوڙا ، تلوار ۽ اسلحو وغيره صرف انهن ماڻهن کي ملندو جيڪي نوجوان ۽ جنگ ڪرڻ جي لائق هوندا هئا ٻين وارثن کي انهن کان محروم ڪيو ويندو هو ان آيت ۾ اهو ٻڌايو ويو تہ مرڻ وقت ميت جي ملڪيت ۾ جيڪا بہ شيءَ نندي ، وڏي ، گهوڙا ، اسلحو يا تلوار وغيره آهي ان ۾ سڀن جو حصو آهي ڪابہ خاص شيءَ بغير تقسيم جي پاڻ وٽ رکڻ ناجائز آهي موجوده دور ۾ عام طور تي عورتن کي ميراث کان محروم رکيو ويندو آهي جيڪڏهن ميراث ڏني بہ ويندي آهي تہ شهر جي قيمتي زمين ، مڪان جي ماليت بنڪ ۾ جمع شده رقم وغيره کان عورتن کي محروم رکيو ويندو آهي اهو غير شرعي آهي مرڻ وقت مورث جي ملڪيت ۾جيڪو بہ هو اهو سڀ ترڪو آ جنهن کي ان جي وارثن ۾ تقسيم ڪيوويندو

## الله کان ڊڄندي ميراث تقسيم ڪجي

جيڪڏهن مرڻ وارو پنهنجي پٺيان نا بالغ ۽ يتيم ٻار ڇڏي ٿو تہ عام طور تي ماڻهون انهن سان ظلم ڪندا آهن يا تہ انهن جي مال تي پاڻ قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن يا غلط تصرف ڪري برباد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن .

وَلْيَخْشَ الَّذِيْنَ لَوْ تَرَكُوْا مِنْ خَلْفِهِمْ ذُرِّيَّةً ضِعٰفًا خَافُوْا عَلَيْهِمْ ۖ فَلْيَتَّقُوا اللهَ وَلْيَقُوْلُوْا قَوْلًا سَدِيْدًا

ان آيت ۾ تمام مسلمانن کي حڪم ڏنو ويو آهي تہ اهي ان جو پورو اهتمام ڪن تہ جئين مستحقن کي پنهنجوپورو حصو ملي ۽ ان هر طريقي کان پرهيز ڪن جنهن سان يتيمن جي حصي تي اثر پوي ان عموم ۾ اهو بہ داخل آهي جيڪڏهن توهان ڏسو ڪو ماڻهون اهڙي وصيت يا تصرف ڪري جنهن سان ان جي اولاد يا ٻين وارثن کي نقصان ٿئي تہ توهان تي لازم آهي تہ ان کي ان وصيت يا اهڙي تصرف کان روڪيو جئين حضور صلي الله عليہ وسلم حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ کي پنهنجو پورو مال يا اڌ مال صدقو ڪرڻ کان روڪي ورتو هو ۽ صرف هڪ ثلث صدقو ڪرڻ جي اجازت ڏني .

## ميراث جي مستحق هجڻ ۾ قرآني قانون

قرآن ۾ الله تعالي فرمايو "لِلرِّجَالِ نَصِيْبٌ مِّمَّا تَرَكَ الْوَالِدٰنِ وَالْاَقْرَبُوْنَ" انهن ٻن لفظن تقسيم وراثت جي ٻن وڏن اصولن ڏانهن اشارو ڪري ڇڏيو هڪ اصول آهي ولادت جو رشتو ٻيو اصول آهي عام رشتيدار ۽ ويجهي مائٽ کي شامل آهي . چاهي ولادت جو هجي يا ازدواجي تعلق هجي پر هي سمجهڻ گهرجي تہ صرف رشتو ۽ قرابت ميراث جي لاءِ ڪافي نہ آهي پر ان ۾ ويجهڙائپ ۽ ميراث جو مستحق سبب آهي جيڪڏهن اهو نہ هجي تہ انسان جا تہ گهڻائي مائٽ آهن پوءِ تہ حضرت آدم عليہ السلام تائين سڀ ويجها يا پري جا مائٽ آهن جيڪڏهن ائين ٿي وڃي تہ ميراث مشڪل ٿي پوي .

## حق وراثت هڪ واجبي حق آهي

قرآن ۾ آهي " **نصيباً مفروضاً** " هي جملو هن ڳالهہ تي دلالت ڪري ٿو تہ ميراث وٺڻ جو حق جيڪو ڪنهن وارث کي ملندو آهي اهو واجبي حق آهي وارث جي طلب نہ ڪندي بہ ان جي ملڪيت ٿي ويندو آهي . پر اها ڳالهہ الڳ آهي تہ ڪو وارث مالڪ ٿي ڪري پوءِ پنهنجو حصو ڪنهن کي ڏي يا معاف ڪري باقي هي حصو غير اختياري آهي نہ چاهيندي بہ ملندو آهي .

## پيءُ جي مال ۾ ڌئيرن جو حق

جئين قرآن مجيد ۾ والدين ۽ ڀين مائٽن جو حصو آهي اهڙي طرح عورتن جو بہ حصو آهي پر ڇوڪرين جو ڪيترو حصو ٿيندو هن آيت ۾ واضح بيان ڪيو ويو آهي "**يُوْصِيْكُمُ اللهُ فِيْٓ اَوْلَادِكُمْ لِلذَّكَرِ مِثْلُ حَظِّ الْاُنْثَيَيْنِ**" هن آيت ۾ ڇوڪرين جو حصو الڳ بيان ڪيو ويو آهي ڇوڪرن جي مقابلي ۾ مثال ڪو ماڻهون فوت ٿي ويو ان پنهنجي پنيان بہ ڇوڪريون هڪ ڇوڪرو ڇڏيو تہ هن آيت جي مطابق مال جا چار حصا ڪبا بہ حصا ڇوڪري ۽ هڪ هڪ هر ڇوڪريءَ کي ملندو .

## مرد جو حصو عورت جي حصي کان ٻيڻوڇو آهي؟

مرد کي ڪجهہ وجوهات جي ڪري ڊبل حصو ڏنو ويندو آهي.

مرد جي ذميداريون وڏيڪ آهن .

1. ٻار جي ڪفالت ۽ والدين جي ڪفالت زال ۽ ويجهن ڀين مائٽن جي ڪفالت بوقت ضرورت .
2. زال جو مهر، رهائش جي ذميداري ، علاج و معالج وغيره .
3. ٻارن جي تعليم جو خرچ .

عورت تي ڪنهن بہ قسم جي ذميواري نہ آهي شاديءَ کان پهرين ان جي پرورش ۽ هر قسم جي ضرورت والدين تي ۽ شاديءَکان پوءِ پورو خرچ مڙس تي آهي .

جيڪڏهن اڄ ڪلهہ اسلام تي اعتراض ڪيو ٿو وڃي تہ اسلام عورتن تي ظلم ڪيو آهي ۽ انهن لاءِ حصو مردن کان گهٽ رکيو ويو آهي . تہ جواب هي آهي تہ جيڪڏهن انصاف جي ڳالهہ تا ڪن تہ انصاف جو تقاضو تہ هي آهي تہ عورت کي ڪجهہ بہ نہ ملي ڇو تہ عورت تي ڪابہ ذميداري نہ هوندي آهي هو پاڻ هر وقت ٻي جي ڪفالت ۾ هوندي آهي پهرين والدين وٽ شاديءَ کان پوءِ مڙس وٽ جيڪڏهن خدانخواستہ طلاق ٿئي تہ والدين وٽ يا ڀاءُ پٽن وغيره پر مرد تي پنهنجي زال ، ٻار ۽ والدين سڀنن جي ڪفالت لازم آهي ان حساب سان عورت کي ڪجهہ ملڻ نہ گهرجي اسلام تہ عورت کي حق ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي جيڪڏهن پاڻ کان پهرين دور تي نظر وجهو تہ عورت تہ هر دور ۾ مظلوم رهي آ عرب جي تاريخ تي نظر وجهو تہ عورت جي ذات کان سخت نفرت ٿي ملي انهن کي زنده رهڻ جو حق ئي نہ ڏنو ويندو هو اڄ يورپ جا حالات پنهنجي سامهون آهن. اسلام عورت جي نہ رڳو عزت ڪئي آ پر ان کي حق بہ ڏياريا آهن .

## ڪنهن وارث کي ميراث کان محروم ڪرڻ

عن انس بن مالک قال رسول الله صلي عليه وسلم مَن فرمِن ميراث وارثه قطع الله ميراثه من الجنة يوم القيام .(ابن ماجه ، باب الحيف في الوصيه. 2703 حديث نمبر ) .

حضرت انس کان روايت آهي حضور صلي الله عليہ وسلم فرمايو جيڪو شخص پنهنجي ڪنهن وارث کي ميرث کان محروم ڪندو الله تعالي قيامت واري ڏينهن ان کي جنت کان محروم ڪندو .

حديث جي ان وعيد ۾ اهوبہ شامل آهي جيڪو پنهنجي مرڻ کان پهر ين پنهنجي ملڪيت غلط ۽ ناجائز تصرف ڪري يا پنهنجي ڪنهن وارث کي محروم ڪري يا پنهنجي جائيداد وغيره زندگيءَ ۾ ئي ڪنهن هڪ پٽ جي نالي ڪري وجي جئين هن جي مرڻ کان پوءِ ٻين وارثن لاءِ ڪجهہ بہ نہ بچي .

هن وعيد ۾ اهي بہ شامل آهن جيڪي مرڻ واري جي ڌئيرن ۽ ڀينرن کي ميراث کان محروم ڪندا آهن ۽ انهن جو حق ناحق دبائي ڇڏيندا آهن .

## اولاد کي عاق ڪرڻ جو حڪم

اسان جي معاشري ۾ اولاد کي عاق ڪرڻ جو عام رواج آهي ڪو ئي شخص پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي مائٽن کي ڇئي ڇڏيندو آهي يا لکي ڏيندو آهي تہ منهنجو ڦلاڻو پٽ وغيره نافرمان آهي آئون ان کي عاق ٿو ڪريان منهنجي مرڻ کان پوءِ ان جا وارث بہ اهو سمجهندااهن تہ ان کي ميراث مان ڪجهہ بہ نہ ٿو ڏئي سگهجي پر اها ڳالهہ درست نہ آهي ميراث نافرمان ۽ فرمانبردار ٻنهي کي ملندي .

## ڏاج ڏيڻ سان ميراث ساقط نہ ٿيندي آهي

ڪنهن بہ عورت کي شاديءَ ۾ جيڪو ڏاج ڏنو ويندو آهي اهو مائٽن جي طرفان تحفو هوندو آهي ان کي ميراث مان پنهنجو مقرر حصو ملندو ميراث ساقط نہ ٿيندو .

## عورت جي مهر ان جي ترڪي ۾ شمار ٿيندي

جيڪڏهن مهر جي ادائيگي کان پهرين عورت فوت ٿي وئي تہ مهرمڙس تي قرض آهي اها مهر وني عورت جي ترڪي ۾ شامل ڪئي ويندي پوءِ ميراث تقسيم ٿيندي.

## پينشن جو حڪم

ميراث جي متعلق هيءَ ڳالهه ذهن ۾ هجڻ گهرجي تہ وراثت انهن شين ۾ جاري ٿيندي جيڪي شيون مرڻ وقت ميت جي ملڪيت ۾ هونديون .
رٽائر ٿيڻ کان پوءِ حڪومت يا ڪمپني وغيره جيڪا هر مهيني پينشن ڏيندي آهي ان کي وصول ڪرڻ کان پهرين اهو شخص ان جو مالڪ نہ هوندو آهي . ان جي ڪري جڏهن اهو شخص فوت ٿي ويو تہ ان کان پوءِ جيڪا پينشن ملندي اها رقم حڪومت جنهن جي نالي تي جاري ڪري ٿي اهو ان جو حق آهي ان ۾ ميراث جاري نہ ٿي ٿي سگهي .

## زنا ۽ لعان جي حالت ۾ ميراث جو حڪم

زاني مرد ۽ لعان ڪرڻ وارو مرد ٻئي ان ٻار جا نہ وارث ٿيندا ۽ نہ ٻار انهن جو وارث ٿيندو پر اهو ٻار ٻنهي صورتن ۾ ماءُ جو وارث ٿيندو ۽ ماءُ ان جي وارث ٿيندي .

## يتيم پوٽن جو حڪم

رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي زماني کان اڄ تائين متفقہ مسئلو آهي تہ ڏاڏي جي مرڻ کان پوءِ جڏهن ان جي پنهنجي اولاد هجي تہ يتيم پوٽا محروم ٿيندا مثال پٽ جي موجودگيءَ ۾ پوٽو محروم ٿيندو . البتہ ڏاڏي کي گهرجي تہ پوٽن کي ڪجهہ ڏئي وڃي يا انهن لاءِ وصيت ڪري وڃي .

## وارثن کان پهرين خيرات ڪرڻ

صدقي ۽ خيرات جا جيڪي اڄ ڪلهہ طريقا آهن ٽيجهو ، چاليهو وغيره اهي تہ بدعت آهن انهن کان هٽي ڪري بہ صرف صدقي ۽ ثواب جي نيت سان خيرات ڪرڻ چاهي تہ تفصيل ڪجهہ هن طرح آهي تہ ورثاء جيڪڏهن سڀ بالغ آهن ۽ اهي اجازت ڏين تہ صحيح آهي نہ تہ پوءِ جيڪي اجازت ڏين انهن جي حصي مان خيرات ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن ڪجهہ نابالغ وارث هجن تہ انهن جص حصي مان خيرات نہ ڪرڻ گهرجي ڇو تہ نابالغ جي اجازت شمار نہ ٿيندي .

## متفرق مسئلہ

1. جيڪا شيءِ ميت اڌاري ورتي هجي يا ڪنهن ان وٽ امانت رکرائي هجي ان ۾ ميراث جاري نہ ٿيندي ڇو تہ اها ميت جي ملڪيت نہ آهي .
2. ميت ڪنهن جو مال چوري يا غصب ڪري دٻايو هجي يا خيانت ڪئي هجي انهن ۾ بہ ميراث جاري نہ ٿيندي ڇو تہ شريعت انهن تي مالڪ هجڻ جو حڪم نہ هنيو آهي .
3. اهڙي طرح جيڪي شيءِ ميت خريد ڪئي هئي پر اڃان ان جي قيمت ادا نہ ڪئي هئيءَ ان تي قبضو بہ نہ ڪيائين ۽ نہ وري ان ڪان علاوه ٻيو ڪو مال ڇڏيو اٿس تہ اها بہ ترڪي ۾ داخل نہ ٿيندي .

۽ اهڙي طرح ميت ڪنهن قرض جي بدلي ڪا شيءِ رهن رکرائي آهي ۽ موت ڪان پوءِ ڪو بہ مال نہ آهي جنهن سان اها شيءِ آزاد ڪرائي سگهجي تہ اها شيءِ بہ ترڪي ۾ شامل نہ ٿيندي .
4. جنهن شيءِ سان شرعا ملڪيت ثابت نہ ٿي ٿئي پر ميت پنهجي طرفان ڪا ملڪيت ڪنهن جي نالي ڪري ڇڏي پر ان شخص جي ملڪيت ۽ قبضي ۾ نہ ڏنائين تہ ميت جي مرڻ ڪان پوءِ ان شيءِ ۾ ميراث جاري ٿيندي ۽ سڀن وارثن کي پنهنجي حصي مطابق حصو ملندو .

**مثال:** ڪنهن ماڻهوءَ پنهجي پٽ جي شاديءَ لاءِ نقد رقم ۽ ان ڪان علاوه ڪافي سامان خريد ڪري رکيو هو ۽ ارادو هيس تہ فلاڻي پٽ جي شاديءَ ۾ خرچ ڪندس يا ڏيءَ جي لاءِ زيور ، ڪپڙا ۽ ڏاج تيار ڪري رکيو هيائين پر اتفاق سان فوت ٿي ويو تہ ان سڄي مال ، زيور وغيره ۾ سڀن وارثن جو حق ٿيندو ان پٽ ۽ ڏيءَ جو ڪو خاص حق نہ هوندو .

**علم الفرائض جي تعريف:**

علم الفرائض نالو آهي ڪجهہ اصولن يا مسئلن جو جنهن جي ذريعي ترڪو ۾ ان جي مستحق جي احوالن کي ڄاڻي سگهجي .

**موضوع :**

ترڪو ۾ وارث .

**غرض و غايت:**

مستحق کي انهن جو حق ڏيڻ .

**حڪم:**

علم فرائض سکڻ فرض ڪفايہ آهي

**علم فرائض جا رڪن:**

(1) مورث ( وارث نهڻ وارو ) (2) وارث (3) ترڪو(ڇڏيل مال )

**نوٽ :**

ڪو بہ هڪ رڪن نہ هوندو تہ ميراث تقسيم نہ ٿيندي .

**شرائط:**

(1) مُورث جو مرڻ (2) وارث جو زنده هجڻ (3) مورث ۽ وارث جو پاڻ ۾ رشتو معلوم هجڻ .

## مصارف ترڪہ

**ترڪو:**

ترڪو چئبو آهي مرڻ ڪان پوءِ ميت جيڪو مال ڇڏيو هجي ان ۾ ڪنهن ٻئي جو حق نہ هجي ان کي ترڪو چئبو آهي .

## فصل اول ڪفن ۽ دفن

ميت جي ترڪي مان سڀ کان پهرين ڪفن دفن جو خرچو ادا ڪيو ويندو پر اهو ڪم شرعي طريقي سنت مطابق ادا ڪيو ويندو ان ۾ نہ اسراف ڪيو ويندو نہ بخل. مطلب تہ مردن لاءِ ڪفن 3 ڪپڙا ۽ عورت لاءِ 5 ڪپڙا آهن ان تعداد کي وڌائڻ اسراف ۽گهٽائڻ بخل آهي ۽ ڪپڙواهڙو هجي جنهن کي ميت پنهنجي زندگيءَ ۾ عام طور تي پائي گهر کان ٻاهر نڪرندوهو بازار ۾ مسجدوغيره ۾ پائي ايندو هجي

مثال طورميت زندگيءَ ۾100روپيہ ميٽر وارو ڪپڙو پائينيدو هو تہ ان کي 150 ميٽر وارو ڪپڙي ۾ دفنائڻ اهو اسراف آهي ۽ 50 وارو ڪپڙو بخل آهي .

غسل جي اجرت ، قبر کوٽڻ واري جي مزدوري بہ اهڙي طرح متوسط درجي جي ڏني ويندي .

جيڪڏهن قبر لاءِ ڪنهن بہ سبب جي ڪري جڳهہ نہ ملي تہ اها بہ ترڪي جي رقم مان خريد ڪئي ويندي .

1) جيڪڏهن ڪو شخص في سبيل الله ميت جو ڪفن دفن پنهنجي ذمي ڪٽي تہ ڪو حرج نہ آهي .

2) جيڪڏهن جانور يا ڪنهن جو اث قبر کوٽي مردي جوڪفن ضايع ڪري ڇڏيو ۽ مردو بي ڪفن ٿي ويو تہ ٻيهر بہ ڪفن دفن اصل ترڪي مان ڪيو ويندو .

3) جيڪڏهن ميت ترڪي ۾ ڪوبہ مال نہ ڇڏيو آهي تہ ان جي ڪفن ۽ دفن جو خرچو ان جي وارثن تي ميراث جي حصي برابر آهي يعني جنهن کي ميراث جو نصف ملندو اهو خرچي جو نصف ادا ڪندو جنهن کي ثلث ملندو اهو ڪفن دفن جي خرچي جو ثلث ادا ڪندو .

4) جيڪڏهن ميت جا مائٽ نہ هجن يا بلڪل مفلس محتاج هجن يا ان جڳهہ تي نہ هجن پري هجن تہ پورو خرچو بيت المال (يعني اسلامي سلطنت جو خزانو ) مان ادا ڪيو ويندو .

5) جيڪڏهن اسلامي حڪومت بيت المال نہ هجي تہ اهل محلہ ۽ شهر وارن تي ڪفن دفن واجب آهي جن کي ان ميت جي حال جي خبر پئي اهي سڀ چندو ڪري سامان گڏ ڪندا جيڪڏهن انهن کان نہ ٿي سگهي اهي پاڻ محتاج آهن تہ ٻين مسلمانن کان چندو ڪري ان مسلمان جو ڪفن دفن ڪن پر چندو صرف بقدر ضرورت گڏ ڪرڻ گهرجي .

ميراث ۾ جيڪي شيون مقدم آهن انهن مان سڀ کان پهرين ڪفن دفن آهي جڏهن ان مان مال نہ بچي تہ نہ قرض وارن کي ملندو نہ وصيت تہ عمل ٿيندو نہ وارثن کي ڪجهہ ملندو .

## فصل ثاني قرض جو بيان

جڏهن ڪفن ۽ دفن ڪانپوءِ مال بچي پوي ۽ قرض هجي ته اهوجيئن زندگي ۾ بدن جو لباس فرض ڪان مقدم آهي دائن ان لباس کي نٿو وٺي سگهي اهڙي طرح ڪفن دفن ميت جو حق آهي .
حضور ان شخص جو جنازو نه پڙهندا هئا جنهن تي قرض هوندو هو پر پاڻ سڳورا صحابه کي حڪم ڏيندا هئا ته ان جو جنازو پڙهو .

## قرض جا ٽي قسم

1. ڪنهن ماڻهو جو قرض جيڪو حالت صحت ۾ اقرارءِ گواهن سان يا ماڻهن جي مشاهدي سان ثابت ٿئي.
2. ڪنهن ماڻهو تي قرض هجي جيڪو حالت مرض ۾ صرف اقرار سان ثابت ٿئي
3. الله تعالي جو قرض ، زڪوات ڪفارو ادا ڪرڻ جي بغير مري ويو.

## قرض جي ادائگي جو طريقو

اول جيڪو حالت صحت ۾ اقرار گواهن يا عام مشاهدي سان قرض ثابت هجي سڀ ڪان پهرين اهو ادا ڪيو ويندو .
دوم ٻي نمبر تي اهو قرض ادا ڪيو ويندو جنهن جو حالت مرض الموت ۾ اقرار آهي .
1. جيڪڏهن ڪفن دفن ڪانپوءِ مال ڪافي آهي جنهن سان ٻئي قرض ادا ٿي سگهن ٿا ته پوءِ بلا تڪلف ٻئي قرض ادا ڪبا
2. جيڪڏهن مال گهٽ آهي ته صرف پهرين قسم وارو قرض ادا ڪبو ٻئي قرض کي ڇڏي ڏبو .
3. جيڪڏهن مال پهرين قرض جي لاءِ به ڪافي نه آهي ته جيڪڏهن دائن هڪ آهي ته جيڪو مال آهي سڀ ان کي ئي ڏبو جيڪڏهن دائن هڪ کان وڌيڪ آهن ته سڀن کي حصي مطابق قرض ادا ڪبو جنهن جو قرض گهڻو آهي ان کي وڌيڪ رقم جنهن جو گهٽ آهي ان کي گهٽ.
مثال زيد فوت ٿي ويو
300 عمر جو قرض
50 بڪر جو
150 خالد جو
ٽوٽل 500 قرض آهي ۽ زيد جو مال 250 رپيا آهي ته
150 عمر کي ادا ڪبو (300 جو نصف)
25 بڪر کي (50 جو نصف)
75 خالد کي (150 جو نصف)
4. باقي ٻي نمبر قرض وارا يا جنهن جو قرض اجا رهجي ويو انهن کي اختيار آهي ته معاف ڪري ثواب حاصل ڪن يا معاملو آخرت تي موقوف رکن ( پر معاف ڪرڻ ۾ آخرت تي موقوف ڪان به وڌيڪ ثواب آهي) ميت جي وارثن تي جبر نٿو ڪري سگهجي ته اهي قرض ادا ڪن.
5. زال جو مهر به قرض آهي جيئن ٻين ماڻهن جو قرض ادا ڪرڻ ضروري آهي اهڙي طرح زال جو مهر به ادا ڪرڻ ضروري آهي جيستائين مهر ادا نه ڪئي ويندي ته اڳتي نه وصيت جاري ٿيندي نه ميراث جاري ٿيندي .

6. ٽئين نمبر وارو قرضو جيڪڏهن مرڻ واري انجي وصيت ڪئي آهي تہ پوءِ ترڪي جي ٽئين حصي مان اهو قرض ادا ڪيو ويندو جيڪڏهن ٽئين حصي مان پورو ادا نٿو ٿئي تہ وارثن تي ثلث کان وڌيڪ ادا ڪرڻ لازم نہ آهي باقي ڪو وارث پنهنجي حصي مان پنهنجي خوشي سان ادا ڪرڻ چاهي تہ ڪري سگهي ٿو
نا بالغ ٻار جي اجازت ڏي تہ بہ ان جي ملڪيت مان نٿو ادا ڪري سگهجي .

## فصل ثالث وصيت جو بيان

ميت جو قرض ادا ڪرڻ کانپوءِ جيڪو مال بچي ان جي ٽئين حصي مان وصيت پوري ڪئي ويندي لغت ۾ وصيت وصيت ڪرڻ کي چئبو آهي ۽ اصطلاح ۾ پنهنجي ملڪيت ڪنهن ٻي کي بطور احسان ڏئي ڇڏڻ کي چئبو آهي .

## وصيت جي حڪمت

انسان جڏهن مرڻ لڳندو آهي تہ ان جي دل الله ڏانهن متوجہ ٿي ويندي آهي ۽ دنيا کان بي رغبت ٿي ويندي آهي انسان سوچيندو آهي تہ مون گهڻا ئي گناه ڪيا آهن ۽ چاهيندو آهي تہ ڪا اهڙي صورت هجڻ گهرجي جو ان جي ذريعي پنهنجي گناهن جو ڪفارو ادا ڪيان تہ الله سائين مهرباني عطا فرمائي ۽ وصيت جائز قرار ڏني .

## وصيت جو ثبوت

وصيت جو ثبوت قرآن وحديث ٻنهي مان ملي ٿو قرآن ۾ آهي مِنۢ بَعۡدِ وَصِيَّةٖ يُوۡصِيۡ بِهَآ اَوۡ دَيۡنٍ ۽ حديث ۾ آهي حضرت سعد بن ابي وقاص جو واقعو آهي تہ پاڻ بيمار ٿي پيا ان جي عيادت لاءِ حضور سائين تشريف فرما ٿيا تہ حضرت سعد فرمايو اي حضور منهنجي هڪ ڌي آهي ڇا مان پنهنجي مال مان بہ ٽيا حصا خيرات ڪري سگهان ٿو؟ پاڻ سڳورن فرمايو نہ تہ حضرت سعد فرمايو ڀلا اڌ؟ پاڻ سڳورن فرمايو نہ وري حضرت سعد پڇيو ٽيون حصو؟ حضور اڪرم فرمايو ها صحيح آهي پر اهو بہ گهڻو آهي يعني مال جو ٽيون حصو وصيت ۾ ڏيڻ جائز آهي .

## وصيت نافذ ٿيڻ جا شرط

1. وصيت ڪرڻ وارو عاقل بالغ ۽ آزاد هجي
2. جائز ڪمن جي وصيت ڪري

3. وڏ ڪان وڏ هڪ ثلث جي وصيت ڪري وڏيڪ جي وصيت جائز ناهي سواءِ ته سڀ وارث هڪ ثلث ڪان وڌيڪ جي اجازت ڏين
4. وصيت انهن لاءِ ڪري جن جو حصو مقرر ناهي يا مقرر آهي پر اهي في الحال محروم آهن . جيڪڏهن حصو مقرر آهي ته پوءِ جيڪڏهن سڀ وارث به راضي هجن ته پوءِ انجي حق ۾ وصيت نافذ ٿي سگهي ٿي .
5. جنهن جي لاءِ وصيت ڪئي وئي آهي اهو زنده هجي جيتوڻيڪ ماءَ جي پيٽ ۾هجي .
6. جنهن شخص جو ڪو به وارث نه هجي ۽ ڪو قرض به نه هجي اهو جيڪڏهن پوري مال جي وصيت ڪري ته جائز آهي

## مسائل احڪام مرض الموت

1.جيڪڏهن ڪنهن حالت مرض الموت ۾ ڪنهن وارث کي ثلث المال يا ان ڪان گهٽ ڏنو ۽ باقي وارث ان تي راضي هئا ته اهو جائز ٿيندو . راضي نه آهن ته اهو حڪم نافذ نه ٿيندو .
2. حالت مرض الموت ۾ ڪنهن وارث کي ڪا زمين ڏئي ڇڏي ۽ باقي وارث به ان تي راضي هئا ته انجي صورت هي آهي ته ان تي قبضو به ڪري ڇڏي تڏهن انجي ملڪيت ٿيندي جيڪڏهن صرف زباني اقرار آهي يا تحريري صورت آهي پر قبضو نه ڏنو ويو ۽ فوت ٿي ويو ته اها پوري زمين ملڪيت آهي ان ۾ ميراث جاري ٿيندي .
3.حالت مرض الموت ۾ پنهنجو تمام قرضو معاف نٿو ڪري سگهجي صرف ٽيون حصو معاف ڪري سگهجي ٿو ها جيڪڏهن وارث راضي هجن ته پوءِ پورو قرضو به معاف ٿي سگهي ٿو .
4.حالت مرض الموت ۾ زال حق مهر پنهنجي مڙس کي به معاف نٿي ڪري سگهي جيڪڏهن وارث راضي هجن ته معاف ٿيندو زال معاف ڪري ڇڏي ۽ وارث راضي نه هجن ته ٽيون حصو معاف ٿيندو.
5. جهڙي طرح ثلث مال ڪان وڌيڪ ۾وصيت جائز نه آهي ائين ئي حالت مرض الموت ۾ به ثلث مال ڪان وڌيڪ ڏيڻ بغيرمعاوضي جي.
مثال صدقو ، هديو تحفو وغيره ڏيڻ به جائز نه آهي جيڪڏهن ثلث ڪان وڌيڪ ڏنائين ته اهو جائز نه ٿيندو جيستائين وارث اجازت ڏين.
نوٽ: ميراث ۾نابالغ ٻار ۽ چريي جي اجازت جو اعتبار نه ٿيندوآهي .
6. حالت مرض الموت ۾ جيڪي به تصرف ڪيا ويا هئا يعني صدقو هديو وغيره قرض معاف ڪرڻ اهي سڀ ثلث المال مان نافذ ٿيا هئا ۽ به ثلث وارثن جو حق آهن پر هاڻي اهو مريض بالڪل تندرست ٿي ويو موت ڪان بچي ويو ته اهي سڀ تصرفات پوري مال ۾ جاري ٿيندا
7. حالت صحت جو مسئلو مرض الموت ڪان پهرين جڏهن ماڻهوء تندرست هجي ته هر عاقل بالغ لاءِ جائز آهي ته الله سائين جي رضا جي لاءِ جيتري خيرات ڪرڻ چاهي رياءَ نه هجي وارثن جي حق تلفي جو ارادو نه هجي ته اهڙي طرح صدقو تحفو سڀ جائز آهن .
8. رجوع عن الوصيت هڪ ماڻهوءَ وصيت ڪري پوءِ وري چئي ته آئون وصيت ڪان رجوع ٿو ڪريان يا چوي فسخ ٿو ڪيان ته وصيت جاري نه ٿيندي اها وصيت باطل ٿيندي وصيت ڪان رجوع جو اختيار هوندوآهي.
9. جنهن شيء جي وصيت ڪيائين پوءِ وري ان شيءَ ۾ پاڻ تصرف ڪيائين مثال زمين جي وصيت ڪيائين پوءِ ان ۾ پنهنجو گهر ناهي ڇڏيائين يا اها زمين وڪڻي ڇڏيائين ته اها وصيت باطل ٿي ويندي

## محروم و محجوب جو بيان

جيڪي شيون ميراث حاصل ڪرڻ ڪان محروم ڪنديون آهن .

**چار شيون مانع ميراث آهن:**

1. **غلامي** 2. **قتل مورث** 3. **اختلاف دين** 4. **اختلاف دار**

(1) **غلامي**:

غلام نہ ڪنهن جو وارث ٿيندو نہ ئي ان جو ڪو وارث ٿيندو ڇو تہ غلام شرعا مالڪ ٿيڻ جي اهليت ئي نٿو رکي جي هن کي ميراث مان حصو ڏبو تہ اهو مال هن جي آقا جي ملڪيت ٿي ويندو ۽ اهو مالڪ هن مال جو مستحق ئي نہ آهي جڏهن غلام پاڻ مرندو آهي تہ هن جو ترڪو ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي هي پاڻ آقا جي ملڪيت آهي .

(2) **قتل**:

قتل مان مراد اهو قتل آهي جنهن سان قصاص يا ڪفارو واجب ٿئي جيتوڻيڪ ڪنهن سبب جي ڪري قصاص ۽ ڪفارو ساقط ٿي ويو هجي

مثال پيءُ پٽ کي قتل ڪيو تہ پيءُ وارث نہ ٿيندو .

فائدو جنهن قتل ۾ قصاص يا ڪفارو ٿيندو آهي اهي ٽي آهن

1. **عمد**
2. **شبهہ عمد**
3. **خطا**

(1) **عمد:**

قاتل ڄاڻي واڻي ڪنهن اهڙي اوزار سان قتل ڪيو جنهن سان عموما قتل ڪيو ويندو آهي تلوار، ڇرو، بندوق ،ڀاهہ وغيره ان تي گناهہ ۽ قصاص آهي

(2) **شبهہ**:

عمد اهڙي شي سان ڄاڻي واڻي قتل ڪري جنهن سان عموما قتل نہ ڪيو ويندو هجي مثال پٿر يا ننڍي ڇري انجو گناه ديت ۽ ڪفارو آهي .

(3) **خطا**:

هي آهي تہ غلطي سان مري وڃي مثال هرڻ کي گولي هڻي رهيو هو تہ نشان خطا ٿي مورث کي لڳي ويو يا بندوق سيٽ ڪري رهيو هو بلا اراده بندوق ڇٽي وئي تہ مورث کي لڳي ۽ مري ويو ان جو گناه ديت ۽ ڪفارو آهي .

جيڪڏهن نا بالغ يا مجنون پنهنجي مورث کي قتل ڪري تہ ميراث کان محروم نہ ٿيندو ڇو تہ نابالغ مجنون اڪثر شرعي افعال جو مڪلف نہ آهي .

اهڙي طرح پنهنجي مورث کي دفاع ۾ قتل ڪري ڇڏيائين تہ بہ محروم نہ ٿيندو

يا مورث ڪنهن سزا ۾ قتل جو مستحق ٿيو تہ بادشاه يا قاضي جي حڪم سان وارث قتل ڪيو تہ ميراث کان محروم نہ ٿيندو .

## اختلاف دين

ان مان مراد اسلام ۽ ڪفر آهي **لا يرث المسلم الڪافر ولا الڪافر المسلم** مسلمان ۽ ڪافر هڪٻئي جا وارث نہ ٿيندا البتہ هڪ عيسائي هجي هڪ يهودي تہ اهي هڪٻئي جا وارث ٿيندا جيتوڻيڪ انهن جا دين هڪ نہ آهن پر ڪفر ۾ اتحاد آهي الڪفر ملت واحده .

## اختلاف ملڪ و وطن

هي قانون مسلمانن جي حق ۾ نہ آهي هي صرف ڪافرن جي حق ۾ آهي جيئن هڪ ڪافر بيت الحرب ۾ هجي ٻيو ڪافر دار الاسلام ۾ آهي تہ هڪ ٻئي جا وارث نہ ٿيندا .
نوٽ . هڪ ملڪ ٻئي ملڪ کان الڳ ڪڏهن شمار ٿيندو جڏهن ٻنهي ملڪن جون فوجون ۽ بادشاه بہ الڳ هجن ضروري آهي تہ انهن ۾ جنگيون بہ ٿينديون هجن سفارتي تعلقات نہ هجن جيڪڏهن فوجون ۽ بادشاه الڳ هجن پر جنگيون نہ ٿين سفارتي تعلقات هجن تہ اهو ميراث ۾ الڳ ملڪ شمار نہ ٿيندو مثال پاڪستان ۽ چين جا ڪافر هڪٻئي جا وارث ٿي سگهن ٿا پر پاڪستان ۽ اسرائيل جا ڪافر هڪٻئي جا وارث نٿا ٿي سگهن .

**(4) ذوي الفروض:**

ذوي الفروض انهن کي چئبو آهي جن جا حصا قرآن ، حديث ۽ اجماع ۾ بيان ٿيل آهن .

**(5) عصبات نسبي جو بيان:**

عصبات نسبي اهي آهن جن جو تعلق ميت سان نسبي طور تي هجي ۽ انهن جو حصو معين نہ هجي ذوي الفروض کان جيڪو مال بچي اهو عصبات کي ملندو جيڪڏهن ذوي الفروض نہ هجن تہ پوءِ پورو مال عصبات نسبيہ کي ملندو .

**(6)عصبات سببيہ جو بيان :**

ميت کي آزاد ڪرڻ وارو ۽ آزاد ڪرڻ واري جي عصبات نسبيہ کي عصبات سببيہ چئبو آهي .

**(7) رد علي ذوي الفروض:**

ذوي الفروض کي حصو ڏيڻ کانپوءِ جيڪڏهن مال بچي پوي ۽ عصبات نسبيہ ۽ سببيہ مان ڪو بہ نہ هجي تہ باقي مال بہ ذوي الفروض تي موٽائبو .
نوٽ . رد علي الزوجين نہ ٿيندو .

**(8) ذوي الارحام جو بيان:**

ذوي الارحام ميت جا اهي مائٽ آهن جيڪي نہ ذوي الفروض هوندا آهن نہ عصبات جيئن مامو ماسي وغيره .
جيڪڏهن ذوي الفروض ۽ عصبات مان ڪو نہ موجود نہ هجي تہ مال ذوي الارحام کي ڏنو ويندو .

**(9)مولي الموالات جو بيان:**

هن جو مثال هي آهي تہ هڪ مجهول ماڻهو زيد وٽ آيو ۽ چيائين تہ آئون توکي پنهنجو آقا ناهيان ٿو مون تي ڪا چٽي آئي تہ تون ڀريندين ۽ جڏهن آئون مري ويس تہ منهنجو وارث تون ٿيندين زيد انجو عقد قبول ڪيو تہ پوءِ انجي مرڻ کانپوءِ جيڪڏهن ذوي الفروض ۽ عصبات مان ڪو بہ نہ آهي تہ زيد ان جو وارث ٿيندو .

(10) **المقولہ بالنسب علي الغير**:

اهو شخص آهي جيڪو ڪنهن غير لاءِ اقرار ڪري تہ هي منهنجو چاچو يا ڀاءُ آهي ۽ ڏاڏي يا ڀيءُ ان جي تصديق نہ ڪئي پوءِ اقرار ڪرڻ وارو مري ويو ۽ مذڪورين مان ڪو بہ نہ آهي يا زوجين مان ڪو هڪ آهي تہ ان کي حصو ڏيڻ کانپوءِ باقي مال انکي ملندو .

(11) **الموصیٰ لہ بجميع المال**:

گذريل اوصاف جي وارثن مان ڪو بہ نہ هجي ۽ ميت پنهنجي زندگي ۾ پوري مال جي وصيت ڪئي هجي تہ پورو مال وصيت مطابق تقسيم ڪيو ويندو .

(12)**رد بزوجين**:

گذريلن مان ڪو بہ نہ هجي پر زوجين مان ڪو بہ هڪ هجي تہ انکي پنهنجو حصو ڏيئي جيڪڏهن اهي بيت المال جا مستحق هجن تہ انهن کي باقي مال ڏيئي ڇڏجي .

(13)**بيت المال**:

جيڪڏهن ڪو بہ نہ هجي تہ سجو مال بيت المال ۾ جمع ڪيو ويندو .
بيت المال بہ نہ هجي تہ رضاعي ڀاءُ ڀيڻ وغيره کي ڏنو ويندو

## اصحاب الفروض جو بيان
## اصحاب الفروض ڪل ٻارهن آهن

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1 | اب (والد) | 7 | بنت( ڌيءُ) |
| 2 | جد صحيح (ڏاڏو) | 8 | بنت الابن(پوٽي) |
| 3 | اخ خيفي (ماءُ شريڪ ڀاءُ) | 9 | اخت عيني(حقيقي ڀيڻ) |
| 4 | اخت خيفي (ماء شريڪ ڀيڻ) | 10 | اخت علي (پيءُ شريڪ ڀيڻ) |
| 5 | زوج(مڙس) | 11 | جده صحيحہ(ڏاڏي ، ناني) |
| 6 | زوجہ(زال) | 12 | ام(ماءُ) |

**جد صحيح :**

هي اهو جد آهي ان جي ۽ ميت جي وچ ۾ ڪنهن عورت جو واسطو نہ هجي مثال ڏاڏو .

**اخ اخت خيفي:**

هي اهي ڀائر ۽ ڀينر آهن جن جي ماءُ هڪ هجي پر پيءَ جدا جدا هجن .

**اخت علي :**

هي اها ڀيڻ آهي والد تہ هڪڙو هجي پر مائرون الڳ الڳ هجن

**جده صحيحہ:**

هي اها جده آهي انجي ۽ ميت جي درميان ڪو جد فاسد نہ اچي مثال ناني ڏاڏي جده صحيحہ آهن پر ناني جي ماءُ جده فاسده آهي جڏهن تہ ڏاڏي جي ماءُ جده صحيحہ آهي .

## (1) والد جون ٽي حالتون

1 **سدس :**

جڏهن ميت نرينہ اولاد ڇڏي هجي الي آخره

**2 سدس عصبہ** :

**جڏهن صرف ماده اولاد ڇڏي هجي**

**3 عصبہ** :

**جڏهن ڪا بہ اولاد نہ ڇڏي هجي**

**مثال** :

**مسئلو6**

(1) ميـــــــــــت

| سدس | عصبہ |
|---|---|
| **اب** | **ابن** |
| سدس | عصبہ |
| 1 | 5 |

**مسئلو6**

(2) ميـــــــــــت

| | |
|---|---|
| **اب** | **بنت** |
| سدس+عصبہ | نصف |
| 3 =2+1 | 3 |

**مسئلو1**

(2) ميـــــــــــت

**اب**

**عصبہ محض**

1

**مسئلو3**

(3) ميـــــــــــت

| | |
|---|---|
| **اب** | **ام** |
| عصبہ | ثلث |
| 2 | 1 |

**نوٽ:** مسئلو ناهڻ جا قواعد اڳتي بيان ٿيندا .

**دلائل پهرين ۽ ٻين ٻنهي حالتن جو دليل:**

وَلِاَبَوَيۡهِ لِكُلِّ وَاحِدٍ مِّنۡهُمَا السُّدُسُ مِمَّا تَرَكَ اِنۡ كَانَ لَهٗ وَلَدٌ

والدين مان هر هڪ لاءِ سدس ڇهون حصو آهي جڏهن ميت جي اولاد هجي اولاد جيڪڏهن نرينہ آهي تہ اها عصبو هجڻ جي ڪري ذوي الفروض جو بچيل پورو مال ڪٽندو ان لاء پيءُ کي صرف سدس ملندو جيڪڏهن اولاد مؤنث آهي تہ جيئن تہ اها عصبو نہ آهي انهن کي حصو ڏيئڻ کانپوءِ جيڪو مال بچي اهو بہ پيءُ کي ملندو اهڙي طرح ڪيس سدس ۽ عصبو ملندا

**ٽين حالت جي دليل:** (فَاِنۡ لَّمۡ يَكُنۡ لَّهٗ وَلَدٌ وَّوَرِثَهٗۤ اَبَوٰهُ فَلِاُمِّهِ الثُّلُثُ) هن آيت ۾ صرف ماءُ جو حصو بيان ڪيو ويو آهي ان مان سمجهيو ويو تہ اولاد جي عدم موجودگي ۾ ماءُ کي ثلث ڏيئڻ کانپوءِ باقي سڀ مال پيءُ کي ملندو يعني پيءُ محض عصبو ٿيندو

## (2) ڏاڏي جون چار حالتون آهن

**1 محروم:**

ميت جو والد موجود هجي تہ ڏاڏو محروم ٿيندو

باقي ٽي حالتون اهي ساڳيون هوندس جيڪي پيءُ جون بيان ٿيل آهن

**دليل پهرين حالت جو:**

وراثت جو قاعدو آهي تہ اقرب جي موجودگي ۾ ابعد ساقط ٿي ويندو آهي پي ڏاڏي کان وڌيڪ اقرب آهي .

2.3.4 **حالت دليل** ساڳيو والد وارو آهي پي جي غير موجودگي ۾ ڏاڏو پيءُ جي جڳهہ تي آهي

## (3 4) ماءُ شريڪ ڀاءُ ۽ ڀيڻ جون ٽي حالتون آهن

1 **سدس:**

جڏهن انهن مان کو بہ هڪ هجي

2 **ثلث:**

جڏهن اهي بہ يا ٻن کان وڌيڪ هجن

3 **محروم:**

مرڻ واري کا بہ اولاد ڇڏي هجي پٽ پوٽو الیٰ آخره .

(1) ميــــــــــــــــــــــت — مسئلو6

| اخ خيفي | عم |
|---|---|
| سدس | عصبہ |
| 1 | 5 |

(1) ميــــــــــــــــــــــت — مسئلو6

| اخت خيفي | عم |
|---|---|
| سدس | عصبہ |
| 1 | 5 |

(2) ميــــــــــــــــــــــت — مسئلو3

| 4 اخت خيفي | عم |
|---|---|
| **ثلث** | **عصبہ** |
| 1 | 2 |

(2) ميــــــــــــــــــــــت — مسئلو3

| اخ خيفي،اخت خيفي | عم |
|---|---|
| ثلـــــــث | **عصبہ** |
| 1 | 2 |

**نوٽ**: هي ڳالهہ خاص طور تي ذهن ۾ هجڻ گهرجي تہ خيفي ڀائر ۽ ڀينرن کي جيکو ترکو ملندو اهو انهن ۾ برابر تقسيم کبو جيترو خيفي ڀاءُ کي ملندو اترو ئي خيفي ڀيڻ کي ملندو ڀاءُ کي ڊبل نہ ملندو .

(3) ميــــــــــــــــــــــت — مسئلو1

| 4 اخت خيفي | ابن |
|---|---|
| محروم | **عصبہ** |
| X | 1 |

(3) ميــــــــــــــــــــــت — مسئلو2

| اخ خيفي | بنت الابن | عم |
|---|---|---|
| محروم | نصف | **عصبہ** |
| X | 1 | 1 |

مسئلو1

(3) ميـــــــــــــــــــــــــــــــت

| | | |
|---|---|---|
| اخ خيفي | اخت خيفي | اب |
| محروم | محروم | عصبہ |
| X | X | 1 |

**دلائل**:

﴿وَإِنْ كَانَ رَجُلٌ يُّوْرَثُ كَلٰلَةً أَوِ امْرَأَةٌ وَّلَهٗٓ أَخٌ أَوْ أُخْتٌ فَلِكُلِّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا السُّدُسُ﴾

ان آيت مان اخ ۽ اخت مان بالاجماع خيفي يائر ۽ ڀينر مراد آهن حضرت ابي بن كعب جي قرات ۾ آهي وَّلَهٗٓ أَخٌ أَوْ أُخْتٌ مِنَ الْأُمِّ آيت جو مطلب آهي اگر كنهن ميت جي وراثت ۾ پي يا اولاد نہ هجي تہ خيفي ڀاءُ يا ڀيڻ كو هڪ هجي تہ سدس ملندو .

**ٻي صورت جو دليل**:

"فَإِنْ كَانُوْٓا أَكْثَرَ مِنْ ذٰلِكَ فَهُمْ شُرَكَاءُ فِي الثُّلُثِ"ماءُ شريڪ ڀاءُ ڀيڻ هڪ كان وڌيڪ هوندا تہ تركي جي ثلث ۾ شريڪ ٿيندا .

**ٽئين صورت جو دليل**:

﴿وَإِنْ كَانَ رَجُلٌ يُّوْرَثُ كَلٰلَةً أَوِ امْرَأَةٌ وَّلَهٗٓ أَخٌ أَوْ أُخْتٌ فَلِكُلِّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا السُّدُسُ﴾

**ڪلالہ جي تعريف**:

جنهن جو پي ڏاڏو آخر تائين كو بہ نہ هجي نہ كنهن بہ قسم جي اولاد نہ مذكر جي اولاد هجي آخر تائين. انهن مان كو بہ هڪ هوندو تہ اخ خيفي محروم رهندا .

## (5)زوج (مڙس) جون بہ حالتون آهن

(1) **نصف**:

جڏهن ميت كا بہ اولاد نہ ڇڏي هجي

(2) **ربع**:

جڏهن ميت كا اولاد يا پٽ پوٽي جي اولاد ڇڏي هجي

**نوٽ** : اولاد عام آهي خواه مذڪر هجي يا مؤنث انهي مڙس مان هجي يا سابقہ مڙس مان پر شرط آهي تہ ميت جي وفات جي وقت اولاد زنده هجي .

(1) ميـــــــــت — مسئلو2

| زوج | اب |
|---|---|
| نصف | عصبہ |
| 1 | 1 |

(2) ميـــــــــت — مسئلو4

| زوج | ابن |
|---|---|
| ربع | عصبہ |
| 1 | 3 |

**دليل**:

لَكُمْ نِصْفُ مَا تَرَكَ اَزْوَاجُكُمْ اِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّهُنَّ وَلَدٌ فَاِنْ كَانَ لَهُنَّ وَلَدٌ فَلَكُمُ الرُّبُعُ

**ترجمو**: ۽توهان جي لاءِ اڌ آهي توهان جي زالن جي ترڪي مان جڏهن انهن جو 'اولاد نہ هجي جيڪڏهن اولاد هجي تہ توهان جي لاءِ انهن جي ترڪي مان چوٿائي حصو آهي.

## (6) زوجہ زال جون ٻہ حالتون آهن

(1) **ربع**:

جيڪڏهن ميت جي اولاد يا مذڪر جي اولاد نہ هجي

(2) **ثمن**:

ميت جي ڪا بہ اولاد هجي يامذڪر جي اولاد هجي

**نوٽ**:

زال هڪ هجي يا هڪ کان وڌيڪ سڀ ربع يا ثمن ۾ برابر شريڪ ٿيندي.

(1) ميـــــــــت — مسئلو4

| زوجہ | اب |
|---|---|
| ربع | عصبہ |
| 1 | 3 |

(2) ميـــــــــت — مسئلو8

| زوجہ | ابن |
|---|---|
| ثمن | عصبہ |
| 1 | 7 |

**دليل**:

وَلَهُنَّ الرُّبُعُ مِمَّا تَرَكْتُمْ اِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّكُمْ وَلَدٌ فَاِنْ كَانَ لَكُمْ وَلَدٌ فَلَهُنَّ الثُّمُنُ مِمَّا تَرَكْتُمْ.

**ترجمو**:۽ زالن جي لاءِ چوٿون حصو آهي ترڪي جو جڏهن توهان جي اولاد نہ هجي جيڪڏهن اولاد هجي تہ انهن کي ثمن ملندو .

## (7) ڌيئرن جون ٽيحالتون آهن

**(1) نصف:**

اڪيلي هجي

**(2) ثلثان:**

ٻہ يا ٻن کان وڌيڪ هجن

**(3) عصبہ:**

پنهنجي ڀاءُ سان گڏجي (ميت جو پٽ هجي)

(1) مسئلو6

ميـــــــــــت

| | |
|---|---|
| بنت | اب |
| نصف | |
| سدس+عصبہ | |
| 3 | 2+1=3 |

(2) مسئلو6

ميـــــــــــت

| | |
|---|---|
| 2بنت | جد |
| ثلثان | سدس+عصبہ |
| 4 | 1+1 |

(3) مسئلو8

ميـــــــــــت

| | |
|---|---|
| 2 بنت | 3 ابن |
| عصـــــــــبہ | |
| 2 | 6 |

**نوٽ:** جيڪڏهن ڌي ڀاءُ سان گڏ عصبہ ٿئي ٿي تہ ذوي الفروض کان پوءِ جيڪو مال بچي اهو هن طرح تقسيم ڪيو ويندو تہ هڪ پٽ کي ٻن ڌيئرن جي برابر حصو ملندو .

**دلائل پهرين حالت:**

**وَاِنۡ كَانَتۡ وَاحِدَةً فَلَهَا النِّصۡفُ** يعني ڌي هڪ هجي تہ ان کي نصف ملندو .

ٻي حالت: **فَاِنۡ كُنَّ نِسَآءً فَوۡقَ اثۡنَتَيۡنِ فَلَهُنَّ ثُلُثَا مَا تَرَكَ** جيڪڏهن ڌيئر ٻن کان وڌيڪ هجن تہ انهن کي ٻہ ثلث ملندو .

ان جي دليل **فَاِنۡ كَانَتَا اثۡنَتَيۡنِ فَلَهُمَا الثُّلُثٰنِ مِمَّا تَرَكَ** يعني ڪلالہ جون ٻہ ڀينر هجن ٻہ ثلث ملندا .

جڏهن ڌيئرن جي عدم موجودگي ۾ ٻن ڀينرن کي ٻہ ثلث ملندا تہ ڌيئرن کي بدرجہ اولیٰ ٻہ ثلث ملندا ڇو تہ ڌيئر ڀينرن کان وڌيڪ اقرب آهن ( اهو قياس نہ آهی پر دلالة النص آهي )

**ٽئين حالت جي دليل يُوۡصِيۡكُمُ اللّٰهُ فِيۡۤ اَوۡلَادِكُمۡ لِلذَّكَرِ مِثۡلُ حَظِّ الۡاُنۡثَيَيۡنِ**

ان آيت ۾ پٽ ۽ ڌي جي جمع هجڻ جي صورت ۾ اهو ٻڌايو ويو آهي تہ جيئن پٽ جو ڪو حصو مقرر نہ آهي اهڙي طرح ڌيءُ جو بہ حصو مقرر نہ آهي ان مان معلوم ٿيو تہ پٽ جي موجودگي ۾ ڌي عصبو ٿيندي .

## پوٽي جو 6 حالتون آهن

1 **نصف:**
جڏهن اڪيلي هجي جڏهن ميت جي ڪا ڌي نہ هجي

2 **ثلثان:**
ٻہ يا ٻن کان وڌيڪ هجن جڏهن ميت جي ڌي نہ هجي

3 **سدس:**
جڏهن ميت جي هڪ ڌي هجي

4 **محروم:**
جڏهن ميت جون ٻہ ڌيئر هجن

5 **عصبہ:**
ان سان گڏ يا هيٺ ڪو پوٽو يا پڙ پوٽو هجي

6 **محروم:**
ميت جو پٽ موجود هجي .

(1) ميــــــــــــــــــــــــت — مسئلو2

| بنت الابن | عم |
|---|---|
| نصف | عصبہ |
| 1 | 1 |

(2) ميــــــــــــــــــــــــت — مسئلو6

| 5 بنت الابن | اب |
|---|---|
| ثلثان | سدس + عصبہ |
| 4 | 1+1 |

(3) ميــــــــــــــــــــــــت — مسئلو6

| بنت | بنت الابن | جد نصف |
|---|---|---|
| نصف | سدس | سدس+عصبہ |
| 3 | 1 | 1+1 |

(4) ميــــــــــــــــــــــــت — مسئلو3

| بنت الابن | 2بنت | عم |
|---|---|---|
| محروم | ثلثان | عصبہ |
| X | 2 | 1 |

(5) ميــــــــــــــــــــــــت — مسئلو3

| بنت الابن | ابن الابن |
|---|---|
| عصــــــــــبہ | |
| 1 | 2 |

(5) ميــــــــــــــــــــــــت — مسئلو3

| 2بنت | ابن ابن الابن | بنت الابن |
|---|---|---|
| ثلثان | عصــــــــــبہ | |
| 2 | 1 | |

(1) ميــــــــــــــــــــــــت — مسئلو6

| بنت الابن | ابن | اب |
|---|---|---|
| محروم | عصبہ | سدس |

(2) ميــــــــــــــــــــــــت — مسئلو6

| بنت ابن الابن | ابن الابن | اب |
|---|---|---|
| محروم | عصبہ | سدس |

1 5 X 1 5 X

**دلائل**:ڏيئرن جي عدم موجودگي ۾ پوٽيون انهن جي قائم مقام هونديون پهرين ٻي ۽ پنجين حالت جي دليل بنت جي حالتن ۾ گذري چڪيون آهن ڇهين حالت بہ ضمنا اچي وئي

**ٽئين ۽ چوٿين حالت جي دليل**: ڏيئرن ۽ پوٽن کی مجموعی طور تی ثلثان کان وڌيڪ نہ ملندو ان جي دليل قرآن ۾ آهي **فَإِنْ كُنَّ نِسَاءً فَوْقَ اثْنَتَيْنِ فَلَهُنَّ ثُلُثَا مَا تَرَكَ**

يعني جيڪڏهن عورتون بہ يا ٻن کان وڌيڪ هجن تہ بہ ثلث ملندا ۽ قاعدو آهي (**لا يزاد حق البنات علي الثلثين**) يعني ڏيئرن (۽ پوٽن ) جو حصو ثلثان کان وڌيڪ نہ آهي ان جي ڪري ئي ڏيئر هڪ کان وڌيڪ هجن تہ ثلثان ملڻ جي ڪري پوٽيون ساقط ٿي وينديون آهن.
جيڪڏهن هڪ ڌي هجي تہ تڪملة للثلثيين جي لاءِ پوٽي کي سدس ملندو .

## عيني ڀيڻ جون پنج حالتون

1 **نصف**:
جڏهن اڪيلي هجي

2 **ثلثان**:
جڏهن بہ يا ٻن کان وڌيڪ هجن

3 **عصبہ**:
پنهنجي ڀاءُ سان ملي ڪري

4 **عصبہ مع غيره**:
جڏهن ميت جو صرف ماده اولاد هجي

5 **محروم**:
پٽ ، پوٽو ، پي ، يا ڏاڏو زنده هجي

(1) مسئلو6

| ميت | | |
|---|---|---|
| اخت | ام | عم |
| نصف | ثلث | عصبہ |
| 3 | 2 | 1 |

(2) مسئلو3

| ميت | |
|---|---|
| 5 اخت | عم |
| ثلثان | عصبہ |
| 2 | 1 |

(3) مسئلو6

| ميت | |
|---|---|
| 4 اخت | اخ |
| عصبہ بالغير | عصبہ |
| 4 | 2 |

(4) مسئلو2

| ميت | |
|---|---|
| اخت | بنت |
| عصبہ مع الغير | نصف |
| 1 | 1 |

(5) مسئلو1

| ميت | |
|---|---|
| اخت | ابن |
| محروم | عصبہ |

(5) مسئلو1

| ميت | |
|---|---|
| اخت | اب |
| محروم | عصبہ |

1 X 1 X

**دلائل پهرين حالت**:

**وَّلَهٗۤ اُخْتٌ فَلَهَا نِصْفُ مَا تَرَكَ**

ڪلاله جي هڪ ڀيڻ هجي ته ترڪي مان نصف ملندس

**ٻي حالت**

**"فَاِنْ كَانَتَا اثْنَتَيْنِ فَلَهُمَا الثُّلُثٰنِ مِمَّا تَرَكَ"**

جڏهن ٻه هجن ته ٻنهي لاءِ ٻه ثلث آهن

**ٽين حالت**

**"وَاِنْ كَانُوْۤا اِخْوَةً رِّجَالًا وَّنِسَآءً فَلِلذَّكَرِ مِثْلُ حَظِّ الْاُنْثَيَيْنِ"**

يعني جيڪڏهن ڀائر ۽ ڀينر هجن ته مذڪر کي ٻن عورتن جي برابر ملندو

**چوٿين حالت**

بخاري شريف جي حديث آهي(بخاري شريف ڪتاب الفرائض باب ميراث ابنة ابن مع ابنة 6736)

حضرت عبدالله بن مسعود کان ڌي پوٽي ۽ ڀيڻ جي حصي جي باري ۾ معلوم ڪيو ويو ته پاڻ نبوي فيصلي مطابق ڌي کي نصف پوٽي کي سدس (تڪملة للثلثيين) ڏنو باقي حقيقي ڀيڻ کي ڏنائون يعني ڀيڻ کي عصبه مع الغير ناهيائون

**پنجين حالت**

**"لَيْسَ لَهٗ وَلَدٌ وَّلَهٗۤ اُخْتٌ فَلَهَا نِصْفُ مَا تَرَكَ"**

ولد مان هتي مراد صرف ڇوڪرا آهن ۽ ڇوڪري جي عدم موجودگي ۾ پوٽو انجي قائم مقام هوندو آهي انجي ڪري پوٽي جي موجودگي ۾ ٻه ڀيڻ محروم ٿيندي پيءُ جي موجودگي ۾ ٻه حقيقي ڀيڻ محروم ٿيندي ڀيڻ جي وارث ٿيڻ لاءِ ميت جو ڪلاله هجڻ شرط آهي ڪلاله انکي چئبو آهي جنهن جو نه پيو هجي نه اولاد.

## پيءُ شريڪ ڀينرن جا احوال .5 . حالتون آهن

1. **نصف** :

جڏهن اڪيلي هجي .

2. **ثلثان** :

جڏهن ٻه يا ٻن کان وڌيڪ هجن .

3. **سدس** :

جڏهن ميت جي حقيقي ڀيڻ هجي .

4. **محروم**:

جڏهن ميت جون ٻه حقيقي ڀيڻون هجن .

**5. عصبہ:**

پنهنجي ڀاءُ سان گڏجي .

**6. عصبہ مع غيره:**

جڏهن ميت جو صرف ماده اولاد هجي يا پوٽي وغيره هجي

**7. محروم:**

جڏهن ميت جو پٽ پوٽو الیٰ آخره يا پيءُ ڏاڏو الیٰ اعلیٰ هجي ۽ جڏهن ميت جو حقيقي ڀاءُ زنده هجي ۽ جڏهن حقيقي ڀيڻ عصبہ مع غيره هجي .

(1) ميــــــــــــــــت مسئلو2

| اخت علي | عم |
|---|---|
| نصف | عصبہ |
| 1 | 1 |

(2) ميــــــــــــــــت مسئلو3

| 3 اخت علي | عم |
|---|---|
| ثلثان | عصبہ |
| 2 | 1 |

(3) ميــــــــــــــــت مسئلو6

| اخت علي | اخت | ام | عم |
|---|---|---|---|
| سدس | نصف | سدس | |
| عصبہ | | | |
| 1 | 3 | 1 | 1 |

(4) ميــــــــــــــــت مسئلو3

| اخت علي | 3 اخت | عم |
|---|---|---|
| محروم | ثلثان | عصبہ |
| X | 2 | 1 |

(5) ميــــــــــــــــت مسئلو6

| اخت علي | 2اخ علي | ام |
|---|---|---|
| عصبہ | عصبہ | سدس |
| 1 | 4 | 1 |

(6) ميــــــــــــــــت مسئلو6

| اخت علي | بنت الابن | ام |
|---|---|---|
| عصبہ | نصف | سدس |
| 2 | 3 | 1 |

(7) ميــــــــــــــــت مسئلو1

| اخت علي | ابن |
|---|---|
| محروم | عصبہ |
| X | 1 |

(7) ميــــــــــــــــت مسئلو1

| اخت علي | ابن الاب |
|---|---|
| محروم | عصبہ |
| X | 1 |

(7) ميــــــــــــــــت مسئلو1

| اخت علي | جد |
|---|---|
| محروم | عصبہ |
| X | 1 |

(7) ميــــــــــــــــت مسئلو2

| اخت علي | بنت | اخت |
|---|---|---|
| محروم | نصف | عصبہ مع الغير |
| X | 1 | 1 |

## دلائل علي پيڻ جو حقيقي پيڻ جي ڪري ساقط ٿيڻ جو سبب

علي پيڻ ۽ حقيقي پيڻ جا احوال هڪ جهڙا آهن دليل بہ ساڳيا آهن البتہ علي پيڻ حقيقي ڀاءُ ۽ پيڻ .جي سبب هڪ صورت ۾ ساقط ٿيندي آهي .

ان جي وجهہ هي آهي تہ ميراث ۾ حقيقي ڀاء پيڻ صلبي اولاد وانگر آهن ۽ علي ڀاءُ پيڻ پوٽو پوٽي وانگر آهن جيئن ڇوڪري جي ڪري پوٽو ساقط ٿيندو آهي اهڙي طرح حقيقي جي موجودگي ۾ علي ساقط ٿيندا آهن ۽ حقيقي پيڻ جڏهن ماده اولاد (ڇوڪري پوٽي) سان گڏ عصبو مع الغير ٿئي تہ اها قوت ۾ حقيقي ڀاء وانگر ٿي ويندي آهي ان لاءِ ان صورت ۾ حقيقي پيڻ جي ڪري علي پيڻ ساقط ٿي ويندي آهي

## ماءُ جون ٽي حالتون آهن

1. **سدس:**

جڏهن ميت کا بہ اولاد ڇڏي هجي يا ڪنهن بہ قسم جا ٻہ ڀائر يا ٻہ ڀينر يا هڪ ڀاء هڪ پيڻ ڇڏيا هجن.

2. **ثلث الكل:**

جڏهن ميت جي اولاد نہ هجي يا اخوت جي رشتي مان ٻہ يا ٻن کان وڌيڪ نہ هجن .

3. **ثلث ما بقيہ:**

جڏهن ميت جي زوجين مان ڪو بہ هڪ هجي ۽ پيءُ بہ هجي تہ ان جون صرف ٻہ ٺي صورتون آهن .

(1) ميـــــت — مسئلو6

| ام | ابن |
|---|---|
| سدس | عصبہ |
| 1 | 5 |

(1) ميـــــت — مسئلو6

| ام | بنت الابن | عم |
|---|---|---|
| سدس | نصف | عصبہ |
| 1 | 3 | 2 |

(1) ميـــــت — مسئلو6

| ام | 2 اخت | عم |
|---|---|---|
| سدس | ثلثان | عصبہ |
| 1 | 4 | 1 |

(2) ميـــــت — مسئلو3

| ام | اب |
|---|---|
| ثلث الكل | عصبہ |
| 1 | 2 |

(3) ميـــــت — مسئلو6

| زوج | ام | اب |
|---|---|---|
| نصف | ثلث ما بقي | عصبہ |
| 3 | 1 | 2 |

(3) ميـــــت — مسئلو12

| زوجہ | ام | اب |
|---|---|---|
| ربع | ثلث ما بقي | عصبہ |
| 3 | 3 | 6 |

**نوٽ:**

زوجين مان جيڪو زندهہ هجي ان کي حصو ڏئي بقايا جيڪو مال بچي ان جو ٽيون حصو ماءُ کي ڏنو ويندو ان کي ثلث ما بقيہ چئبو آهي .

**دلائل: پهرين حالت**

وَلِاَبَوَيْهِ لِكُلِّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا السُّدُسُ مِمَّا تَرَكَ اِنْ كَانَ لَهٗ وَلَدٌ.

والدين مان هر هڪ کي ترڪي جو ڇهون حصو ملندو جيڪڏهن ميت جي ڪا اولاد موجود هجي .

فَاِنْ كَانَ لَهٗٓ اِخْوَةٌ فَلِاُمِّهِ السُّدُسُ

جيڪڏهن ميت جا ڀائر ، ڀينر (جمع آهي) هجن ته ماءُ جو ڇهون حصو آهي .

**ٻين حالت جي دليل**:

فَاِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّهٗ وَلَدٌ وَّوَرِثَهٗٓ اَبَوٰهُ فَلِاُمِّهِ الثُّلُثُ.

جيڪڏهن ميت جي اولاد نه هجي ته ان جا والدين وارث ٿين ته ماءُ کي ترڪي جو ٽيون حصو ملندو ۽ جيڪڏهن ميت جا ڀائر ۽ ڀينر هجن ته ماءُ کي سدس ملندو .

هن آيت ۾ متعدد ڀائر ۽ ڀينرن جو ذڪر آهي جيڪڏهن ائين نه آهي يا صرف هڪ ڀاءُ آهي ته ماءُ کي ساڳيو ثلث الکل ملندو .

**ٽئين حالت جي دليل** :

ٽئين حالت جو دليل ساڳي آيت آهي ان آيت جو مقصد هي آهي ته والدين جڏهن مال جا وارث ٿيندا ان مال جو ٽيون حصو ماءُ کي ملندو جيڪڏهن والدين پوري مال جا وارث ٿين ته پوري مال جو ثلث ملندو ڪجهه مال جا وارث ٿين ته ڪجهه مال جي ثلث جي وارث ٿيندي .

اولاد ۽ زوجين جي عدم موجودگيءَ ۾ والدين پوري ترڪي جا وارث ٿيندا ته ماءُ پوري ترڪي جي ثلث جي وارث ٿيندي جڏهن زوجين مان ڪو هڪ موجود هجي ته والدين پوري مال جا وارث نه ٿيندا بلڪ زوجين جوحصو ڪڍي جيڪو مال بچي ته والدين ان جا وارث ٿيندا .

ان لاءِ والدين سان گڏ زوجين مان ڪو هڪ موجود هجي ته انهن جو حصو ڪڍي جيڪو مال بچي ماءُ کي ان جو ثلث ملندو .

## جده صحيحه جون ٻه حالتون آهن

1. **سدس:**

جيڪڏهن جده صحيحه هجي ته ان کي سدس ملندو پوءِ پلي ڏاڏي هجي يا ناني پوءِ پلي هڪ هجي يا هڪ کان وڌيڪ پر درجي ۾ برابرهجن . يعني جيڪڏهن جده هڪ واسطي سان ناني هجي ته ڏاڏي ٻه هڪ واسطي سان هجي جيڪڏهن هڪ ويجهي هئي ٻئي پري جي ته پري واري محروم ٿيندي .

2. **محروم:**

ماءُ جي موجودگيءَ ۾ تمام جدات محروم ٿينديون . پيءُ جي موجودگيءَ ۾ پيءُ واريون جدات ــ ڏاڏيون محروم ٿينديون .

**دليل**: جدات کي سدس ملڻ جو دليل رسول الله صلي الله عليہ وسلم جو اهو عمل آهي جيڪو حضرت عبدالله بن عباس، ابو سعيد خدري ، مغيره بن شعبہ ، قبيصہ بن ذويب رضوان الله عليهم اجمعين کان مروي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جده کي سدس ڏنو (ابن ماجہ باب الفرائض 2725)

۽ صحابہ ڪرام جو بہ ان تي اجماع آهي . ۽ سدس ۾ تمام جدات برابر شريڪ ٿينديون ان جو دليل اها روايت آهي .

حضرت ابو بڪر رضہ وٽ هڪ ناني پنهنجي ڏهٽي جي ميراث گهرڻ آئي تہ پاڻ صحابہ کان مشورو ڪرڻ تائين انتظار جو حڪم فرمايو .

پوءِ جڏهن مغيره بن شعبہ مذڪوره حديث بيان ڪئي ۽ حضرت محمد بن مسلمہ انصاري رضي الله عنہ بہ ان جي توثيق ڪئي تہ پاڻ ناني کي سدس ڏيڻ جو حڪم فرمايو ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پاڻ ان ئي سدس ۾ ناني سان گڏ ڏاڏيءَ کي بہ شريڪ ڪيو .

**ٻئي صورت جي دليل** :

ماءُ جي ڪري تمام جدات ساقط ٿي وينديون جدات وارث ٿينديون آهن اموميت(رشتہ مادري) جي ڪري . جيڪڏهن ماءُ موجود آهي تہ اها رشتي ۾ ويجهي آهي تہ پوءِ پري رشتي واريون ساقط ٿي وينديون ۽ پيءُ جي موجودگيءَ ۾ ڏاڏي ان لاءِ ساقط ٿيندي تہ ڏاڏي پيءُ جي واسطي سان ڏاڏي آهي ۽ پيءُ ڏاڏي جي درميان واسطو آهي تہ واسطي جي موجودگيءَ

## خنثي جا ٽي(3) قسم آهن

1.جنهن ۾ مردن جون علامتون گهڻيون هجن انهن جو حڪم مردن وانگر آهي .
2.جنهن جون علامتون عورتن واريون هجن انهن جو حڪم عورتن وارو آهي .
3.جنهن ۾ ٻئي علامتون نہ هجن يا علامتون برابر هجن ان کي خنثي مشڪل چئبو آهي .

انهن جو حڪم : جيڪڏهن مرد تصور ڪرڻ ۾ حصو گهڻ ملي تہ مرد تصور ڪبو .
جيڪڏهن عورت تصور ڪرڻ ۾ حصو گهڻ ملي تہ عورت تصور ڪبو .
جنهن حال ۾ محروم ٿئي تہ ان کي محروم ڪبو .

## حمل جو بيان

جيڪڏهن ڪو شخص فوت ٿي وڃي ۽ ان جي زال حامله هجي جيتوڻيڪ پهريون مهينو ئي هجي ته ان جو ميراث ۾ حصو ٿيندو جيڪڏهن وارث انتظار ڪري سگهن ته ان جي پيدائش کان پوءِ ميراث تقسيم ڪئي ويندي جيڪڏهن ميراث فوري طور تقسيم ڪرڻ ضروري آهي ته حمل کي مرد تصور ڪري ان جو حصو رکبو ۽ ان کي مرد تصور ڪرڻ ۾ جيڪي وارث محروم ٿيندا انهن کي محروم ڪبو . پوءِ جيڪڏهن ڇوڪري پيدا ٿئي ته باقي مال ٻين ۾ تقسيم ڪجي ۽ جيڪي مرد جي ڪري محروم ٿيا هجن انهن کي حصو ڏنو ويندو .

## لا پته ماڻهوءَ جي ميراث

جنهن شخص جي زندگيءَ ۽ موت جو علم نه هجي اهو غائب ٿي وڃي ته ان کي اصطلاح ۾ مفقود چئبو آهي .

اهڙي شخص تي موت جو حڪم هڻڻ ۾ سخت اختلاف ڪيو ويو آهي .

**عند امام مالڪ رحہ**

گهٽ ۾ گهٽ 4 سال آهن

4 سالن کان پوءِ ان کي مرده تصور ڪيو ويندو ان جي ميراث تقسيم ڪئي ويندي ان جي زال ٻيو نڪاح ڪري سگهي ٿي پر صحيح قول هي آهي ته اهو معاملو حڪومت جي صوابديد تي آهي ان لاءِ ته اڄڪلهه جديد ذرائع ۽ وسائل جي ذريعي حڪومت جانچ ڪري سگهي ٿي جڏهن به حڪومت ان جي مرده هجڻ جو اعلان ڪري ان کي مرده تصور ڪبو ان دوران جيڪڏهن ان کي ڪو مال ميراث ملي ته اهو مال بطور امانت رکبو .

جيڪڏهن حاڪم جي فيصلي کان پوءِ ان جي ميرث تقسيم ڪئي وئي ان کان پوءِ اهو شخص حاضر ٿي ويو ته جيڪو مال وارثن وٽ موجود آهي ته اهو انهن کان وٺي واپس ڪبو ۽ جيڪو خرچ ٿي ويو آهي جيڪڏهن واپس ڪرڻ جي طاقت آهي ته واپس ڪجي .

## قيدي جي ميراث

جيڪو شخص ڪفار يا دشمن جي قيد ۾ آهي ميراث وارو مال امانت رکجي واپس اچي وڃي ته ان جي حوالي ڪبو . واپس نه اچي ته وارثن ۾ تقسيم ڪيو ويندو .

## اجتماعي حادثي جا احڪام

جيڪڏهن هڪ وقت ڪجهه مائٽ ٻڏي وڃن يا سڙي وڃن يا ايڪسيڊنٽ ۾ شهيد ٿي وڃن ۽ معلوم نه ٿي سگهي ته پهرين ڪير فوت ٿيو آهي ته اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا وارثن نه ٿيندا البته انهن جا پنهنجا وارث هنن جي مال جا وارث ٿيندا.

## مرتد جي ميراث

جيڪڏهن ڪوشخص مرتد ٿي ويو ۽ ان کي قتل ڪيو ويو يا هو دارالحرب پهچي ويو تہ ان حالت ۾ اسلام ۾ ڪمايل مال مسلمانن ۾ تقسيم ڪيو ويندو ۽ ارتداد جي حالت ۾ ڪمايل مال بيت المال ۾ جمع ڪيو ويندو .

عند امام شافعي رحہ . ٻنهي قسمن جو مال بيت المال ۾ جمع ڪيو ويندو .

## ذوالارحام جو بيان

### عند احناف:

ذوالفروض جي غير موجودگيءَ ۾ ذولارحام وارث ٿيندا آهن .

عصبات وانگر انهن جا بہ چار درجات آهن جيڪڏهن پهريون درجو موجود هوندو تہ ٻيو درجو محروم ٿيندو اهڙي طرح الي آخر .

ڪنهن بہ درجي ۾ صرف مرد يا صرف عورتون هجن تہ پورو مال انهن ۾ برابر تقسيم ڪيو ويندو جيڪڏهن هڪ فرد آهي تہ پورو مال ان جي حوالي ڪيو ويندو .

جيڪڏهن مرد ۽ عورتون ٻئي هجن تہ هر مرد کي عورت کان ٻيڻون ڏنو ويندو .

**پهريون درجو:**

ڌيءُ جي اولاد پوٽي ۽ پڙ پوٽي جي اولاد .

**ٻيون درجو:**

نانو پڙ نانو الي اعلي ناني ماءُ وغيره ڏاڏي جو پيءُ الي اعلي .

**ٽيون درجو:**

پاڻيجا (ڀيڻ جي اولاد )

**چوٿون درجو:**

مامو، ماسي،پڦي

**نوٽ:**

عصبہ جي اولاد ميراث جي وڌيڪ حقدار ٿيندي .

پائٽي ۽ پاڻيجي مقابلي ۾ اچن تہ پائٽي کي ملندو پاڻيجي محروم ٿيندي .

**عند شافعي رحه:**

**ذوالارحام کي ميراث نہ ملندي ذوالفروض جي غير موجودگيءَ ۾ ميراث بيت المال ۾ جمع ٿيندي .**

---

# مأخذ


1. المواريث فی الشريعة الاسلامية
2. مفيد الوارثين
3. اسلام اور وراثت ( اهميت ۽ فضيلت )
4. آسان ميراث
5. سراجی
6. طرازی شرح سراجی
7. تسهيل الميراث
8. تفسير فتح القدير